# صُبح ٿيندو

پبليڪيشن، حيدرآباد

مئي، 1994ع

رسول بخش پليجو
ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو
خيرالنساء جعفري
ڊاڪٽر مرتضيٰ شيخ
منشي ابراهيم
زاهده شيخ
محسن عباسي
بشير سيتائي
۽ ٻين جون لکڻيون.



ابراهيم منشي

هڪ منڊ چري آهي، ٻي جا رات ٺري آ
اهڙي ۾ اڇڻ تنهنجو ٻاڳن جي ٻري آ.

ڏس کهڙو ڏکڻ گهُليو ٿيا ماڪ ڦڙا موتي
۽ ويس وٽن ڍڪيو پن پنهنجا ڪري پوتي
وري آ تو ورائڻ لئه واهوندي وري آهي.

ڏس سنگ هو سارين جا ڪيئن ڪنڌ نمائن ٿا
۽ هير هلورن تي ڇا ساز سٽائن ٿا
ڄڻ سهڻي سنڌو مان آئي تار تري آهي.

مايا نه مڏي مون وٽ ماڙيون نڪي محلاتون
سائو ويس ڍڪيو ڌرتي وٺيون ٿربر برساتون
اڏي تو لئه اسان پيارا پکڙي جي ڏري آهي.

ڇا اُڀ ڇمر ڇانيو رت آئي بسنتي آ
جُٽ جوڙ ٿيا جوڀن هر من ۾ مستي آ
هر ڪنهن سان هتي منشي پنهنجي حور پري آهي.

# ڪاري؟؟!

زاهده شيخ

**مونکي** ياد آهي تہ مون زندگيءَ ۾ پهريون پيرو "ڪاريءَ" جو لفظ تڏهن ٻڌو هو، جڏهن مان مس پنجن سالن جي هيس. منهنجو پيءُ سخت بيمار ٿي پيو هو. ان ڏاڍي بيماريءَ منهنجي پيءُ کي اسان کان ڇني پوءِ ٿي دم پٽيو هو.

اسانجي ڳوٺ ۾ نہ ڪو ڊاڪٽر هو نہ ئي ڪا اسپتال. تنهنڪري اسان پرواري شهر جي اسپتال ۾ بابا کي کڻائي وياهئاسون.

بابا کي تپاسڻ کان پوءِ ڊاڪٽرن چيو هو تہ مريض جي حالت تمام گهڻي خراب آهي تنهنڪري ڪجهہ ڏينهن اسپتال ۾ ئي رهي پئو. امان بہ بابا جي خدمت لاءِ ترسي پئي هئي. مان ننڍڙي هئس ۽ امان ڪانسواءِ رهي نہ سگهندي هئس تنهنڪري مان بہ امان ۽ بابا سان گڏ اسپتال ۾ ئي رهي پئي هئس. هڪڙي ڏينهن روز جي ابتڙ اسپتال ۾ ماڻهن جو انبوهہ گڏ ٿي ويو. مان ماڻهن جو انبوهہ ڏسي پريشان ٿي وئي هئس ۽ پريشانيءَ مان ماڻهن جي منهن ۾ پئي تڪيم. ماڻهو هڪٻئي سان سرٻاٽون ڪندي ڳالهائي رهيا هئا. سندن منهن مان لڳو پئي تہ ڪا خراب ڳالهہ ٿي آهي.

مان خوف وچان بابا جي کٽ تي چڙهي ويهي رهي هيم.

ان وقت بابا، امان کان پڇيو هو تہ، "جمال جي ماءُ ٻاهر ڇا لاءِ ايترا ماڻهو گڏ ٿيا آهن؟!"

تڏهن امان هورڙيان بابا کي ٻڌايو هو تہ "پائرن پنهنجي ڌيءَ کي "ڪاري" ڪري ماريو آهي. "ڪاريءَ" جو لاش کڻي آيا آهن چيرڻ لاءِ."

امان جا لفظ منهنجن ڪنن ۾ تپيل شيخ جيئان گهڙيا هئا. مان سڄي ڏڪي وئي هئس، ڇو تہ مان بہ ڪاري هئس. منهنجي وڏي ڀيڻ ادي جنت تہ سدا ملوڪ، سهڻي ۽ ڳوري هئي پر منهنجو رنگ ڪارو هو. اڄ تہ ڪڏهن مونکي پنهنجي ڪاري هجڻ جو ڪوبہ احساس ڪونہ ٿيو هو.

ٿئي بہ ڪيئن! ڪڏهن ادا جمال، ادا ڪمال، ادي جنت توڙي امان ۽ بابا مونکي اهو محسوس ٿيڻ ئي نہ ڏنو هو. اهي سڀ تہ مونکي ڏاڍو پائيندا هئا. بابا ۽ ادا وارا جڏهن بہ شهر ويندا هئا تہ مون لاءِ ڪوڙ سارا ٽول وٺي ايندا هئا.

ادي جنت مونکي پنهنجن هٿن سان وهنجاري ڌوتل پوتل ڪپڙا پارائي چميون ڏيئي پئي ٺرندي هئي.

امان ۽ بابا تہ سدائين اصل ڏسيو پيا گد گد ٿيندا هئا. آخر مان هيم بہ تہ سندن پيٽ گهروڙي!

پر تنهن ڏينهن کان مونکي خوف وٺي ويو هو تہ جڏهن ادا وارن جو ڌيان منهنجي ڪاري رنگ ڏانهن ويندو تہ هو مونکي قتل ڪري ڇڏيندا.

منهنجو اهو خوف تڏهن اجان بہ وڌي ويو، جڏهن منهنجو پيءُ مري ويو. مان سوچڻ لڳس تہ، جيڪڏهن بابا جيئرو هجي ها تہ ادا جن کي ضرور چوي ها تہ منهنجي سيني کان ننڍڙي ٻچڙيءَ کي ڇو ٿا ماريو؟ اڙي جيڪڏهن منهنجي ٻچڙي رنگ جي ڪاري آهي تہ ان ۾ هن جو ڪهڙو ڏوهہ- اها تہ الله جي مرضي آهي نہ.

پر هاڻ تہ بابا بہ ڪونہ هو. ان ڪري مان ادا وارن جي اڳيان وڃڻ کان ڏاڍو لنوائيندي هئس. ڪڏهن تہ ايئن بہ ٿيندو هو جو مان ڪنهن ڪم ۾ يا خيالن ۾ گم لڳي پئي هوندي هئس ۽ اوچتو ادا جمال يا ادا ڪمال مان ڪوئي سڏ ڪندو هو تہ مان سڄي ڪنبي ويندي هئس ۽ ڏڪندي ڏڪندي پنهنجي منهن کي ننڍڙي پوتيءَ جي پلاند سان لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي سندن اڳيان ويندي هيم. تڏهن هو منهنجي ان حرڪت تي حيران بہ ٿيندا هئا تہ کلندا بہ هئا.

تن ڏينهن ۾ ريڊيو تان هڪڙي سرهي صابڻ جي مشهوري آئي هئي، تہ اهو لڳائڻ سان ماڻهوءَ جو رنگ ڳورو ٿي ويندو آهي!

بس، پوءِ تہ مان ڊڪندي چاچا صابوءَ جي دڪان تي وڃي ڪانئس ان صابڻ جو پڇيو هو. مون چاچا صابوءَ کي منٿ ڪئي هئي تہ، 'چاچا جيجڙا! تون جڏهن شهر وڃين تہ مون لاءِ اهو صابڻ ضرور وٺي اچجانءِ' پوءِ تہ مون لڪائي لڪائي پنهنجي خرچيءَ وارا پئسا ميڙڻ شروع ڪيا هئا. ٽول وٺڻ بہ ڇڏي ڏنا هئم. نيٺ جڏهن ان سرهي صابڻ جيترا پئسا گڏ ٿي ويا هئا تہ وڃي چاچا صابوءَ کي ڏنا هئم ۽ چاچا صابو شهر مان مون لاءِ اهو صابڻ وٺي آيو هو.

پوءِ تہ روز سرهي صابڻ سان منهن ڌوئي آئيني ۾ پنهنجو رنگ ڏسندي هئس تہ ڪڏهن تو ڳورو ٿئي!

سڄو صابڻ گسي ويو، پر منهنجو رنگ ڪارو ئي رهيو!

مان دل ۾ سوچيندي هئم تہ، ’ادي جنت ڪيڏي ڀاڳن واري آهي جو ادا وارا ان کي ڪڏهن بہ قتل نہ ڪندا. مان تہ ڪاري آهيان جڏهن بہ ادا وارن کي ڪاوڙ ايندي مونکي ماري ڇڏيندا....‘

ايئن ئي اڻ تڻ ڪندي ۽ ڏڪندي ڏڪندي ڇهہ سال گذري ويا. مان بہ اچي يارنهن سالن جي ٿيس.

تن ڏينهن ۾ اوچتو ماما نبي بخش ۽ ان جي پٽ ادي نواز وارن سان ادا جمال ۽ ادا ڪمال جو ڪنهن ڳالهہ تي جهيڙو ٿي پيو. ڳالهہ اها هئي تہ اسان جي زمين سان ماما نبن وارن جي زمين جي ٻن چئن جريبن جو ٽڪرو گڏيل هو. ادا جمال ۽ ادا ڪمال جو خيال هو تہ ماما نبن کان اها زمين وٺون. ماما چيو تہ، مان زمين ڪونہ کپائيندس. منهنجي پيءُ ڏاڏي جي ڏنل آهي، اهڙو بي وڙو ناهيان جو وڏڙن جي نشاني وڪڻي ويهي رهان.

ادا جمال ۽ ادا ڪمال جي زمين ۾ اک هئي. انهن پهہ پئي پچايا تہ ڪهڙي طرح اها زمين هٿ ڪيون. سو هنن ڇا ڪيو جو امان کي چيائون، چيائون ڇا! حڪم ڏنائونس تہ،

”بس ماما نبن سان اٿڻ ويهڻ جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن اڄ کان پوءِ ڀاڻين جي گهر وئي آهين تہ پوءِ سمجهي ڇڏ، اسان لاءِ ڄڻ مري وئينءَ.... نہ تون اسان جو مئي منهن ڏسجانءِ ۽ نہ اسان تنهنجو ڏسنداسون....“

امان ڀلا ڪيئن پئي پنهنجي ڀاءُ جي ڪري پنهنجي مُئي مڙس جي ڪکن مان نڪري سگهي. پنهنجي هيڪلي ڀاءُ لاءِ ساهہ تہ گهٽو ئي تنواريندو هوس، پر پيٽ ڄاون جي زور اڳيان ماٺ ڪري ويهي رهي.

ماما ۽ امان هڪٻئي کي ڀائيندا بہ تہ ڏاڍو هئا!

ادا وارن جو خيال هو تہ ماما نبن پنهنجي اڪيلي ۽ پياري ڀيڻ سان رستو ٽوڙڻ نہ چاهيندو. تنهنڪري ڀيڻ جي جدائي کيس مجبور ڪندي ۽ هو ٻنيءَ جو ٽڪرو اسان کي ڏئي ڇڏيندو.

جڏهن پٽن کي ماءُ جي پرواه نہ هئي تہ وري ڀاءُ کي ڀيڻ جي ڪهڙي ٿيندي!

ماما بہ پنهنجيءَ تان نہ لٿو سو نہ لٿو.

ائين ڪافي مهينا گذري ويا. ادا وارن جي ڳالهہ پوري نہ ٿي تہ اهي وري نوان پهہ

**.... جڏهن هوش آيو، تڏهن ادا وارن جو مقصد پورو ٿي چڪو هو. هنن کي ماما نبن واري زمين جو ٽڪرو ملي ويو هو.**

**ادا جمال رات جي اونداهيءَ ۾ گهر جي اڱڻ ۾ پنهنجي کٽ تي اگهور ننڊ ۾ ستل منهنجي سدا ملوڪ ڀيڻ ادي جنت کي ”ڪاري“ ڪري ماريو هو.**

پچائڻ لڳا. آڏيءَ آڏيءَ ٽائين وينا هڪٻئي سان سرٻاٽون ڪندا هئا.

امان ڪين ڏسي پئي ڳرندي هئي. امان کي پئہ هو تہ هي منهنجي ڀاءُ جو سِرُ وٺندا الائي ڇا ڪندا. امان سڄو ڏينهن ويٺي منهنجي سدا ملوڪ ڳوري ڀيڻ ادي جنت سان دل جا حال اوريندي هئي. مان تہ ننڍي هئس. ادي جنت ئي تہ هئي سندس حال ڀاياٽي. ادا وارا تہ ماما سان جهيڙي کان پوءِ اصل امان کي ڄڻ ڪائڻ لاءِ پيا ايندا هئا.

۽ پوءِ... اها رات جڏهن مونکي ياد ايندي آهي تہ مان سڄي ڏڪي ويندي آهيان. منهنجا سڄا لڱ پگهر ۾ شم ٿي ويندا آهن. نڙي صفا سڪي ويندي آهي ۽ زبان مان ڪو اکر نڪري ناهي سگهندو.

ڄڻ مونکي ڪو دورو پئجي ويندو آهي....

ها.... اها.... خوفناڪ رات!

جڏهن مان گهري ننڊ ۾ ستي پئي هئس ۽ ادا جمال جي زوردار رڙ تي ڇرڪ ڀري جاڳي پئي هئم.

اها اونداهي رات هئي. ان رات ادا جي وات مان جيڪي لفظ نڪتا هئا اهي لفظ منهنجي ڪنن ۾ تپيل شيخ جيئان گهڙيا هئا. اهي لفظ هئا.

”..... نہ ڇڏيوس، ڪاري آ....“

ان گهڙيءَ ئي مون سمجهي ورتو تہ ادا جمال اڄ نيٺ منهنجي ڪاري رنگ تي بگڙيو آ ۽ هاڻي مونکي نہ ڇڏيندو. مونکي قتل ڪري ڇڏيندو....

منهنجو مٿو پئي ڦريو. گهر ۾ امان جا ڪو ڪراٽ هئا تہ، ”اڙي منهنجي ڪاري ناهي، منهنجي ڌيءَ ڪاري ناهي.“ ۽ ادا جمال ۽ ادا ڪمال جون گارين مٿان گاريون هيون....

.... ۽ پوءِ مان موت جي ڀئو کان بيهوش ٿي وئي هئم.

.... جڏهن هوش آيو، تڏهن ادا وارن جو مقصد پورو ٿي چڪو هو. هنن کي ماما نبن واري زمين جو ٽڪرو ملي ويو هو.

ادا جمال رات جي اونداهيءَ ۾ گهر جي اڱڻ ۾ پنهنجي کٽ تي اگهور ننڊ ۾ ستل منهنجي سدا ملوڪ ڀيڻ ادي جنت کي ”ڪاري“ ڪري ماريو هو.

ادا ڪمال ڪهاڙي کڻي ماما نبن جي پٽ ادي نواز کي ڪارو ڪري مارڻ لاءِ ٻاهر نڪتو هو..... پر راڄ جي وڏن وچ ۾ پئي عيوضي ۾ ماما وارن جي زمين جو اهو ٽڪرو ادا وارن کي ڏياري ادي نواز جي زندگي بچائي ورتي هئي.

•••

••